وتائي فقير جا مزيدار چرچا

الهہ وڏايو
عرف

# وتايو فقير

مرتب : حافظ بدرالدين



قيمت : 4.00


پروپرائيٽر: توفيق احمد ولد نور احمد (مرحوم)
اداره : مولوي محمد عظيم
ڪتب خانہ شاهي بازار
شڪارپور سنڌ

## • شعر چيل وتو فقير •

١. صدقي ٿيان محبوب توتسان
مونسان ناتو نينهن اڙايو ٿي
دڳ گمراهي وارو ڇڏائي
رستو صاف وتايو ٿي
٢. چڱي مڻي ڪا قسمت منهنجي
حاصل ٿي آ صحبت تنهن جي
وٿي نہ ٿي ڪا رغبت ڪنهن جي
جا ڪون جام پلايو ٿي
٣. حق جنو مليو پيغام اندر کي
ياد نہ آرام اندر کي
ڏوٿي ويو اسلام اندر کي
ڪوڙو ڪفر ڇڏايو ٿي
٤.آهين باغ حقاني گل
مائڪ موتي خاص امل
دم دم مست وتي سان مل
مولکي توٿي مست بتايو ٿي

هن شعر مان اٿين ٿو پاڻنجي تہ ڪيس حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي زيارت نصيب ٿي تنهنڪري پنهنجو هندو ڌرم ڇڏي مسلمان ٿيو ۽ مجازي عشق مان حقيقي عشق ڪي پهتو ۽ فيض کان پرپور ٿي ويو ۽ سندس رڳ رڳ ۾ الاهي نور داخل ٿي ويو مگر مست سالڪ نہ هو ۽

مست مجذوب ٿيو ۽ مجزوبن جي وات مان جيڪو ٻول ٻاهر نڪرندو آهي سو درگاهه ڌڻي سڳوري جي قبول پوندو آهي ڇو ته مجذوب نه ڪائڻ سان مزو وٺن ٿا نه وري عمدا لباس ڍڪي نفس کي خوش رکن ٿا وتو فقير به نهايت سادي طبيعت رکندڙ ۽ سادو خوراڪ پوشاڪ ڍڪيندڙ هو مگر سندس ٻول نصيحت جا نقطا آهن. پوري تن کي پروڙ پوندي جيڪي سياڻا ۽ پڙهيل پختا آهن باقي جيڪي ماڻهو نقل ٻڌي ته ته ڪري کلي پاڻ کي پيٽ ڀر سور وجهن ٿا سي پوري مطلب کي شايد نه پهچن ٿا جيئن هڪ ولي الله پنهنجي مجلسن اندر چيو ته مان ڪاوان تو جيئڻ لاءِ ۽ ٻيا جيئن ٿا کائڻ لاءِ انهيءَ جو مطلب ايهو فرق تو ڏيکاري ته ولي خدا جو رڳو ڪاڌو ايتريقدر ٿورو ڪائيندو آهي جنهن ڪاڌي جي طاقت سان رات يا ڏينهن عبادت الاهي ڪري سگهي باقي ٻين جو جيئڻ رڳو ڪائڻ لاءِ آهي انهيءَ ڪري رڳو ڪاءِ ڪاءِ جو خيال اٿن اهڙا ماڻهو جي پيٽ ڪاڌي کان ڀرپور ڪندا ته باقي نور خدائي ڪٿي اندر ماپي يا رهي سگهي تنهنڪري خيال هلائي انهيءَ مطلب تي پهچڻ جي ڪوشش ڪريو جنهن مطلب تي وتي فقير ڳالهايو آهي. سندس ڳالهائڻ مان رڳو کلڻ جي معني ڪڍن ٿا باقي صحي سمجهائيءَ لاءِ به ضروري آهي ته پورو مطلب ڪڍڻ نه رڳو ايڏو کلڻ جنهن مان ڌڻي ناراض ٿئي.

ڪل ٻلي تون ڪل
ڀر کلي کلندين ڪيترو

## نقل (١)

"ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ ڏينهن وتايو فقير کي هڪ پوليس واري ٿاڻي مان سڏ ڪيو ۽ چيو ته فقير هي صندوق کڻائي هل وتايو فقير ٿورو مٿي کڻي ڏٺائين ته بلڪل باريڪ نظر آيس سو ڪيس چوڻ لڳو ته مون کان ته وڏيڪ ڏٺو ۽ مٿارو آهين ته به پاڻ ننڍو کڻي سگهين تڏهن پوليس واري ڪيس چيو ته پيو ماڻهو به هجي ته به اسان سرڪاري ماڻهون پاڻ سامان مٿي تي کڻون وتائي فقير چيو ته توهان جو بار ٻيا کڻن ۽ اوهان هن دنيا ۾ پيل آزاد رهو باقي اڳيان آخرت ۾ سڀ پتو پوندو. سچ چيو اٿن ته سونارو ماڻ جي تت مان به نه مڙيو ته سپاهي پنهنجي پيءُ کان نه مڙيو ايهو ڪاتو برابر اهڙو آهي.

## نقل (٢)

هڪ ڏينهن وتايو فقير کي سندس ماءُ سڏي چيو ته ٻچا گهر ۾ ڪاڏي لاءِ ته خير آهي سو ڏٺي سڳوري کان ڪي آٽي ڏي فقير ٻڌڻ سان سڌو مسجد اندر آيو ۽ اچي مسجد ڏسي نيٺ مٿي ممبر تي چڙهيو ۽ اڪيون مٿي ڪري چوڻ لڳو ته اي مولا سائين تون ته پاڪ آهين ڪاڻ جي ته اسان کي بک ڏني اٿئي سو جيئن تنهنجو گهر مسجد ويران لڳو پيو آهي تيئن اسان جو گهر صفا سچ نه ڪرائين بک سان نه ماريا پنهنجو تالو رزاق نه ڏار هڪ ته آسرو هجي ائين چوڻ سان ڏٺيءَ سندس عرض قبول ڪيو ۽ هڪ شخص ڳوڻ ان جي ٻاهران آٽي فقير کي چيو ته فقير صاحب هي قبول پوي ڏٺيءَ جي تالي

تي فقير انهيءَ کان ان ورتو ۽ ڏاڍو خوش ٿيو اچي ماءُ کي سڏي ڏنائين.

نقل (٣)

ڳالهه ڪندا آهن ته وتايو فقير جي پاڙي ۾ هڪ رات چوري ٿي صبح جو چورن جا پير ڏسڻ لاءِ ماڻهو اچي گڏ ٿيا فقير گهڻا ماڻهو ڏسي انهن وٽ ويو ۽ پڇڻ لڳو ته هيءَ ايتري خلق ڇا لاءِ هتي آئي آهي. ماڻهن چيو ته رات چور چوري ڪري ويا آهن. سو فقير چيو ته چوري هت رکي آهي سو سڀ اچي گڏ ٿيا آهيو منهنجي پٺيان اچو ته اوهانکي چور ۽ چوري لهي ڏيان سو سيني کي مقام جي ٻاهران بيهاري پاڻ اندر آيو ۽ چوڻ لڳو ته ته چورن جو مون اڳ ورتو آهي هاڻي پلي پڇن قدرت خدا جي چور به ٻوڙن ۾ لڪل هئا سو ايهي وتائي فقير جا لفظ ٻڌي پاڻ ۾ چوڻ لڳا ته هي چوري موتائي ڏيون وتائي فقير کي اسانجي هت اچڻ ۽ ڇپڻ ٻوڻ جي خبر پئجي وئي آهي سو کيس سڏي چيائون ته فقير هي چوري اسان ڪئي هئي سا سموري سنياري وٽ فقير وتائي ورتي ۽ ٻاهران بيٺلن کي سڏي چيائين ته چور لڌا ۽ چوري به ملي ايهو ٻڌي سيني پڻ ڪليا وتائي فقير چيو ته چورن جو پير ائين ڪٿبو آهي ءِ اڳ ونبو آهي.

نقل (٤)

ڳالهه ڪندا آهن ته اونهاري جي موسم هئي ۽ برسات گهڻي پوڻ ڪري درياءَ ڏاڍي موج ۾ اچي ويو ۽ ٻوڏ ٿيڻ لڳي. ۽ خطرو پلڪل وڌي ويو ۽ غريبن جا جهپ سکي ويا حيران

پريشان ٿيڻ لڳا ۽ ڏانهن ڪرڻ لڳا سيڪو پنهنجي ٽپڙن ڌوئڻ ۾ مشغول ٿيو فقير وتايو پيو ڇا ڪٿي نيٺ خيال هلائي ۽ سيني ڪي جوڙ لڳو سندا اڳ يا پوءِ لڏي هلنديون لوءِ پڙ ٽيڙ اوهي ڏوءِ جيڪي اچن ڪم اڳيان.

### بيت

اسان ڪي سجائي ڇڏائي ڇڏيو
آسودن ڪي درياه لڏائي ڇڏيو

### نقل (٥)

هڪڙي ڏينهن فقير وتائي ڪنهن دوست وٽ اچي رات رهيو ۽ پاڻ ۾ زمني جون اچي ڳالهيون ڪديائون فقير ڪي سندس دوست چوڻ لڳو ته ڪڏهن حياتيءَ پنهنجي ۾ عشق ۾ ڪنهن عورت مٿان تون ڪيو آهي وتائي فقير چيو ته نڊپڻ ۾ عشق مجازي ڪياسي پوءِ حقيقي عشق ۾ ٽپي پار پياسي هائي لڳو عشق حقاني ويو مجازي مونکان وسري وتائي فقير چيو ته تون پنهنجي عشق جي پوري ڳالهه ٻڌاءِ سندس دوست چيو ته اول مرد عورت مٿان عاشق بيندو آهي، ۽ انهيءَ ڪي اکين جا اشارا ڏيندو آهي پوءِ اک اک سان اڙجي ويندي آهي. دل قرب ۾ ڪڙجي ويندي آهي محبت جي ماڙي اڏئي قرب جو ڪوٽ لهائي عاشق بمعشوق اڪيلا رهندا آهن آخر وتايو فقير دوست کان موڪلائي ويو مليو فقير ڪي رستي ۾ هڪ نهايت سوهڻي من موهڻي عورت نظر آئي سو پير ۾ بيهي ڪائونس پڇڻ لڳو ته مائي ڪا عاشق جي حقيقت توکي معلوم آهي ته مون

ڪي سمجهاءِ، ڇو تہ ضرور ڪنهن سان تو بہ عشق ڪيو هوندو.

فقير چيو: تڪي تير آهي نظر عشق جي
عورت چيو: ڇرين ڪي آ ڪهڙي خبر عشق جي

نقل (٦)

هڪ ڏينهن وتايو فقير ٻاهران سفر تان پنهنجي ڳوٺ ڏانهن ٿي آيو تہ رستي ۾ ڪيس هڪ ميت نظر آيو جو ڪٽ تي کڻي ۽ قبرستان ڏانهن وٺي رهيا هوا جڏهن ويجها آيا تڏهن فقير پڇڻ لڳو تہ مرد آهي يا عورت تڏهن جنازي کڻندڙن چيو تہ عورت وري پڇيائين تہ جوان هئي يا پڊي هئي چيو تہ جوان هئي وري پڇيائين تہ پرڻيل يا اڻ پرڻيل انهن چيو اڻ پرڻيل چيائين تہ بيوقوف تہ ڪهڙا نہ آهيو جو مفت وهاري ۽ عمر گذاري ۽ خدائي ڏوهہ پنهنجي سر تي کڻي آخر انهيءَ کي اڃ مثل سهايو ٿا مگر ڏيڻ نہ سهايو توهان کي نفس آهي انهيءَ غريب کي شايد نہ هو.

نقل (٧)

ڳالهہ ڪندا آهن تہ جنهن ڳوٺ ۾ فقير وتايو رهندڙ هو تنهن ڳوٺ کي پاڻيءَ جي ٻوڏ اچڻ سببان هڪ بچاءُ بند ڏنل هو سو پاڻي اچي بند مٿان زور رکيو لاچار زميندارن پنهنجي ڪمدار کي حڪم ڏنو تہ شهر جا سڀ ماڻهو وٺي بند تي جلد چيڙ آڻ بند تي ڏاڍو زور آهي ڪمدار ڳوٺ جو خاص گهٽ هٿ ڪري انهيءَ خيال سان ويهي رهيو تہ هاڻي هتان جيڪو بہ

ايندو تہ ھتيڪو تيندو تڏھن بند جو ڪم لهي ويندو سو جيڪو بہ تي آيو تہ ڪمدار بند ڏانهن تي پهچايو اوچتو وتايو فقير هڪ ٻيو ماڻهو اچي اتان لنگهيا تڏهن ڪمدار مڪل ڪري چيو تہ اي ويندڙ ڪاڏي ٿا وڃو ۽ ڪنهن جا ماڻهو آهيو تڏهن هڪ چيو تہ مون رئيس جو ماڻهو آهيان ۽ سندس گهوڙو ڪاهڻ ٿو وڃان سنو انهيءَ کي ڪمدار ڇڏيو باقي وتائي فقير کي چيائين تہ تون ڪنهنجو ماڻهون آهين ۽ ڪيڏانهن ٿو وڃين وتائي فقير چيو تہ مون خدا جو آهيان بند ڏسڻ پيو وڃان ڪمدار چيس تہ تون خدا جو ماڻهون آهين باقي ٻيا سڀ چورن جا آهن سو هل هلي بند تي ڪم ڪر لاچار فقير وتايو ويو ماڻهن گهڻن هجڻ ڪري بند ٻجهي ويو وتائي فقير منهن آسمان ڏي ڪري چيو تہ رئيس جو ڪم ڪان ٻچي ويو تنهن جو ماڻهو تڪليف ۾ اچي ويو هاڻي رئيس زور يا تون زور.

## نقل (٨)

ڳالهہ آهي تہ هڪ مائي ميٺ گهڻو ڪائيندي هئي سو وتائي فقير کي اچي چيائين تہ درگاهہ ڏٺي سگوري ۾ دعا جا هٿ مٿي ڪر تہ ايها ميٺ ڪائڻ جي عادت ڇڏيان فقير چيو تہ جمعي ڏينهن صبوح جو سوير اچ مائي وبچاري بہ ڏينهن گذاري تيون ڏينهن جمعو تيو ۽ سوير آئي وتائي فقير ٻئي هٿ درگاهہ ڏٺي پاڪ ۾ مٿي ڪنيا ڏٺيءَ دعا قبول فرمائي ۽ انهيءَ مائيءَ ڪان عادت ڇڏي ويئي هڪ ڏينهن مائيءَ کي اچي دل ۾ ايهو خيال

جاڳيو ته فقير به ڏينهن ڇڏي ٽئين ڏينهن اچ ائين چو چيو آخر فقير وتائي وٽ آئي ۽ سبب پڇڻ لڳي مائيءَ کي وتايو فقير کيس حقيقت سمجهائي ته پهريان مون پنهنجي عادت مٽائي جو ڪنهن وقت پاڻ به ميٽ کائيندو هوس سو پهريان پاڻ کي بيزار ڪيرڻ ۽ الله سائين اڳيان اقرار ڪير ته آئينده وري نه کائيندس تڏهن دعا قبول پئي ڏٺي به شرطن سان دعا ٻڌندو آهي جڏهن سچي توبه ڪرڻ ڏسندو آهي.

## نقل (٩)

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ ڏينهن وتائي فقير جي پاڙي ۾ هڪ شخص فوت ٿي ويو ۽ ساري پاڙي ۾ ڏاڍو غوغاءُ شروع ٿيو هر هڪ جي زبان مان ڏاڍو چڱو هو ايهي الفاظ اچڻ لڳا ۽ پاڙي وارا سخت ارمان ڪرڻ لڳا آخر فقير وتايو به رنو ماڻهن چيس فقير تنهنجو ويجهو عزيز ته، نه آهي سو تون ڇو ٿو ڏک ڪرين چيائين اکين وارا سڃاڻندا ۽ ڄاڻيندا آهن باقي اندن کي کهڙي خبر هيءُ غريب هو جنهن پنهنجي ساري عمر ۾ پنهنجي هٿن سان يا زبان سان ڪنهن کي نه ايذايو هو ۽ ڏک پهچايو هو سو جيڪو ڏٺيءَ وٽ پسند آهي سو اسان کي به وٽيل آهي باقي ڪڏهن لاءِ ڪير روئيندو.

## نقل (١٠)

هڪ ڏينهن فقير وتايو هڪ ڳوٺ وٽان اچي لنگهيو هتان ڪڏ هئي ۽ وهنجڻ لاءِ گهٽيون زالون پري کان ڏسڻ ۾ آيس ۽ کي ٻاهر ڪپڙا پائڻ لاءِ آيون اوچتو وتائي فقير کي ڏسي ٻاهر

بيٺل وري ٻاڻيءَ ۾ اندر ويجي ويٺيون فقير وتائي چيو ته ڏسڻ پسند نه آيو ته ٻڌڻ سهايو مڙسن کان سواءِ ڏسو ته گهٽا ڏينهن ايها اوهان جي آڏو وڏائي هلندي.

نقل (١١)

ڳالهه ڪندا آهن ته وتايو فقير سيون ٻي ڪاڌي کان وڌيڪ پسند ڪندو هو سو رمضان مهينو اچي ويو ۽ ماڻهن سيون ڪرڻ شروع ڪيون سو پنهنجي ماءُ کي سڏي چيائين ته اماں منهنجو خيال آهي ته رات ڇويهين تاريخ جو روزو مون به رکان جيئن سياڻي سيون ستاويهين جيڪي مسجد ۾ ايندين سي به کاوان ۽ اهو چرچو به ڏسان ته ڪيئن روزائت سين مٿان اوندا، ٿا ٿين ۽ سيون ٿا سٽن ماڻس چيس ته ابا پنهنجي ماني به کٽي وڃ ائين نه چون فقير وتايو به سيون کائڻ آيو آهي سو ماڻس ماني پچائڻ ويٺي اٽو اچا هٿ ۾ ڪنيائين ته بانگ جو آواز آيو وتائي فقير جي ماءُ دل ۾ نيت ڪئي ته بانگ پوري ٿئي ته پوءِ چاڻي ڪٽان ۽ ٿپ ٿپ ڪريان ته ايتري ۾ ٻي بانگ شروع ٿي وتائي ڪاوڙ مان ماءُ کي چيو ته تون مون کي ماني پچائي ڏي ته سيون کائي نه وڃن پيو ته سيني مسجدن جي بانگن ٻاڻ ۾ ٻڌي ڪئي آهي سو تنهنجي ڳالهه هلي نه سگهندي آخر وتايو فقير خالي هليو ويو ۽ وڃي جماعت سان روزو کوليائين سيون به خوب کاڌائين.

نقل (١٢)

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ ڳوٺ ۾ وتايو فقير گهمندو

سير ڪندو وچي بازار ۾ پهتو جتي هڪ هندو حلوائي ويٺو ڏنائين دڪان ۾ حلوا ماوا پيڙا برفي ٻيا ڪيترا نمونا رکيل هوا وتائي فقير اڳي اهڙا نه ڏٺا هوا ڏسڻ سان وائڙو ٿي ويو ۽ کائڻ جو خيال ڪرڻ لڳو مگر سندس کيسو خالي هو دل ۾ گهڻا خيال ۽ تجويزون ڪيائين مگر سڀ بيڪار ڏٺائين لاچار حلوائيءَ جي پرسان اچي ڏسي ته اکيون بند نظر آيس دوڪاندار کي ننڊ جو جهوٽو اچي ويو هو سو آهستي لکڻ سان پڪيءَ طرح جاچ ڪرڻ ۽ ڏسڻ لڳو ته دڪاندار کي ننڊ آهي يا سجاڳ آهي مگر حلوائي جهٽ پٽ اکيون کوليون وتائي فقير چيس ڪهڙو نه ڪمبخت آهين جو اهڙا مال ٽول ننڊ کائين چيائين ته جيڪڏهن وات ويٺو چوريان منهن منهنجو اچو ٿي پوي وتائي فقير چيس ته پوءِ توکي نقصان نه ٿيندو پل منهن تنهنجو اڇو هجي ته چڱو هاڻي ڪهڙو نه ڪارو ڪنو ڏسڻ ۾ ٿو اچين اڻڏا اچا اچي ۾ ناراض ٿو رهين هڪ حلوي کائڻ سان متارو ٿيندين پيو منهن ڪاري مان اڇو ٿيندءِ دڪاندار چيو ته گهر پينگ پڏاءِ ته ڪنهنجو ٿيندو وتائي فقير چيس ته پلا مون ٿو ڪاوان پل منهنجو گهر پينگ ٿئي دوڪاندار چيو ته فقير مفت جا مال ٻيا تاڙيو.

## نقل (١٣)

هڪ ڏينهن وتائي فقير پنهنجي ڏڪي لاءِ نوڙي وٽڻ شروع ڪئي سو جيڪو به ٿي آيو ته ائين ٿي چيائون فقير ڇا ٿا ڪريو پهريون ٻن ٽن کي فقير جواب ۾ چيو ته ڏڪيءَ کي

رسو کونهي تنهن لاءِ نوڙي ٿو وٺيان ته رسو ٺاهيان جڏهن
سيني کي جواب ڏيڻ کان پوءِ بيزار ٿيو تڏهن چيائين ته انڌا
آهيو ڇا يا رات انڌاري آهي جو اوهان کي اونده ۾ خبر ڪو
نه ٿي پوي ته نوڙي ٿو ٺاهيان ڪيترن اڃي پڇا ڪئي آهي مگر
سي انڌا اسان ڇريا آهيون ته به چڱي طرح ٿا ڄاڻون سڃاڻون.
ڇريا ٿي پياسي - انڌا ڪو نه ٿيا سي

## نقل (۱۴)

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ سال برسات تمام سخت پئي
سو وتائي فقير جو ڪکن جو گهر اڌايل هو سو ڪري پيو پاڻ
ماڻ سوڙو ٻاهر ستل هو جاءِ جو جنهن وقت ڦهڪو ڏنو تڏهن
ماڻس چيس ته اسان بڇي ۽ ڏکي ته ٻاهر رهياسي باقي دلاءِ
پٽ جو ڪنو ته اندر پيچي پيا هوندا سو ماڻ کي چيائين ته
صبح سان توکي ثابت ملندا صبح ٿيو ته وتايو فقير سڌو
مسجد ۾ آيو ملان کي اچي چيائين ته به دلاءِ ڪنو ڪٽندين
ملان چيو ته هي خدا جي گهر مان پڇو ٿو ڪٽي وتائي فقير
چيس ته جنهن منهنجو رات زيان ڪيو آهي ۽ ڪيترو نقصان
ڪيو آهي انهيءَ کان وٺان ٿو پنهنجي گهر کان پري ڏي يا
ماٺ ڪري ويهه اڳي ڪي پوءِ انهيءَ کي ڏيٺو آهي ماڻهن جي
چوري ڪندس ته بدنام ٿيندس پنهنجي مالڪ جي ڪندس ته
هو رحيم به آهي ڪريم به آهي ۽ خير به آهي پوءِ آڃان ڇا
ڪيي جڏهن ڏٺي مهربان سخي ۽ بردبار ۽ ڏٺي نه بيچاري ائين

چٽي ڪٽي آيو ۽ اچي ماءُ کي چيائين ته امان ارمان نه ڪر هي وٺ امانت.

## نقل (١٥)

ڳالهه آهي ته هڪ ڏڪي ڪنهن شخص وتائي فقير کي خدا ڪارڻ آڻي ڏنائين سو انهيءَ لاءِ ڏهاڙي پاڻ وچي گاهه ڪري ايندو هو ۽ ڏڪيءَ کي ڏيندو هو مگر هڪ ڏينهن رات جو سندس سمورو گاهه ڪاڻي ويندو هو سو ڏڪيءَ به کير ڏيڻ کان جواب ڏيئي ڇڏيو چو ته ڪڏهن جي اوبر واري گاهه مان واءُ وٺي ويس وتايو فقير لاچار ٿي ڏاٽي کي پڪارڻ لڳو ته اي رب منهنجا هن ڪڏهن منهن جي ڏڪي کي ته بک ۾ ماريو پر کير کان به سڪايو تنهنڪري انهيءَ ڏڪهه کي مار صبوح جو سوير وچي ڏٺائين ته سندس ڏڪي ٽنگون ٽيڙي پئي آهي دل کي اجا پڪو ڏڪيءَ جي مرڻ جو يقين نه آيس سو اتان هڪ اکين کان نابين اچي لنگهيو انهيءَ کي چيائين ته هي ڏڪي ته ڏس مري ويئي آهي يا جيئري آهي انڌي ڏڪي کي نڪ مٿان هٿ جهلي ۽ پيٽ کي هلائڻ لاءِ چيائين ته ڏڪي مري ويئي آهي سو مٿي اکيون ڪٽي نهاري چيائين ته واهه جو ڪر کي نهايه.

مون چيو اکري ــ تون ڪٽي فڪري

بدران ڏڳيءَ ساهه ويو نڪري

## نقل (١٦)

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ ڳوٺ جي ٻاهران وتايو فقير جهنگ ۾ ڏڳيءَ جي ڳٽي ۾ ويٺو هو ته ڪيس ٽورڙي نند اچي

ويٺي پر ۾ ڪو شخص اچي پائخانو ڪرڻ ويٺو سو ڪاٺونس هيٺان آواز نڪري ويو انهيءَ آواز تي فقير وتايو سجاڳ ٿيو ۽ چيائين تہ اڪيون تہ وڏيون اٿي انڊن ڪان بہ اهڙي طرح نہ ٿٺي جو ڏينهن ڏنو آهي رات تہ ڪونہ آهي هو غريب شرم ۾ ٻڏي ويو ۽ ڪو جواب نہ ڏنائين.

## نقل (۱۷)

عام طرح مشهور آهي تہ هڪ مسجد شريف ۾ جمعي تي ڪنهن واعظيءَ واعظ ٿي ڪيو تہ هر هڪ انسان جا گناہ يا ثواب حساب ڪتاب اندر ايندا مثال ڪنهن شخص خدا جي واٽ ۾ هڪ روپيو ڏنو تہ انهيءَ کي ڏهہ دنيا اندر ۽ ستر آخرت ۾ ملندا يا رات جو عبادت ڪيائين ڏينهن جو ننڊ سمهي رهيو تہ اها ننڊ بہ عبادت جي شمار ۾ ايندي اهڙي طرح نماز پڙهڻ جي خيال سان نمازي پيشاب ڪري ۽ پٿر جو وٽ پچايو تہ اوهي سندس وٽ بہ ترندا وتايو فقير واعظيءَ کان پڇيو تہ جيترا بہ وٽ هجن يا جيڏا بہ وٽ هجن واعظ ڪنڌڙ چيو تہ هائو سو ڳوٺ جي ويجهو هڪ وڏو جبل هو جنهن پرسان فقير وتايو پيشاب ڪري جبل سان بيهي وٽ پچائڻ لڳو ماڻهن پڇيس تہ فقير وتايا ڇا ٿو ڪرين چيائين تہ وٽ ٿو پچايان هاڻي ملائڪ پل پيا تور ڪن ۽ وٽ وتائي جا بہ ياد رکن.

پڙ بخت تن جا — جن ماري من مٺي ڪيو

## نقل (١٨)

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ ڏينهن هڪ شخص وتائي فقير وٽ آيو ۽ ڪيس چيائين ته رات اسان جي شادي آهي جو منهنجو خيال آهي ته اوهان به هلي دعوت ۾ شريڪ ٿيو فرمايو ۽ شيربتي به هتي سان ورهايو آخر فقير وتائي واري دعوت کائڻ کان پوءِ انهيءَ دعوت ڏيندڙ هڪ وڏي پتاشن جي هڙ آڻي فقير کي ورهائڻ لاءِ ڏني وتائي فقير چيس ته ڏاڍي آدم واري ورهاست ڪريان يا ڌڻي پاڪ واري دعوت ڪندڙ چيو ته پلي ڌڻيءَ واري ورهاست ڪر سو وتائي فقير ڇا ڪيو جو سموري پتاشن جي هڙ هڪڙي شخص کي ڏني دعوت واري کي چيائين ته ايها ورهاست الٽي پلي ڌڻي وري ته هڪ کي ڏهه ڏيندو آهي هائي بيا پتشا آڻي ورهاءِ ويچاري دعوت واري کٽي مات ڪئي.

## نقل (١٩)

ڳالهه ڪندا آهن ته وتايو فقير کان پڇيائون ته جيڪي به ڳالهيون آهن سي سڀ ڌڻي پاڪ جي اختيار ۾ آهن هي بندو پنهنجو ڪوبه ارادو هلائي يا قدرت جي درياءَ ۾ عقل جي ٻيڙي وهائي نٿو سگهي جواب ۾ چيائين ته بيشڪ سڀ ڪجهه سندس وس ۾ آهي مگر هڪ ڳالهه امڙ جي به هٿ آهي ڪڏهن چانور چاڙهي ته به مرضيءَ واري آهي ڪڏهن ماني پچائي ته به انهيءَ جي اختيار ۾ آهي.

## نقل (٢٠)

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ ڏينهن وتايو فقير هڪ باغ

وٽان اچي لنگهيو ڪيس ٻڪ ۾ ڏاڍي هٿي سو ٻاغائيءَ کي چيائين
تہ پٽنو واٽ خدا جي ڏينم ٻاغائيءَ هڪ هنداڻو جو بلڪل
نندڙو هو سو ڪٽي ڏنائينس فقير هنداڻو وڌيو تہ صفا ڪچو
نڪتو سو کو نہ ڪاڏائين سندس ڪيسي ۾ هڪ ٽڪو پيل هو
سو ڪاوڙ مان اڳيان اڇلائي چيائينس تہ ٽڪي جو هنداڻو ڏي
ٻاغائيءَ هڪ چڱو هنداڻو ڳولهي وٽائي فقير کي ڏنو هنداڻو
ڪپ سان وڍي ڏٺائين تہ ڳاڙهو هو تڏهن آسمان ڏي نهاري
چيائين ٺ جيڪو تنهنجي نالي مليو سو ڪچوءَ ڪنو ٽڪي ۾
ٻاغائيءَ ڳاڙهو ڳولهي ڏنو۔

## نقل (٢١)

ڳالهہ ڪندا آهن تہ هڪ ايراني فقير وٽائي فقير وٽ اچي
نڪتو ايراني فقير سان گهوڙي ساڻ هئي مگر ويچاري ڏاڍي
اڃايل هئي وٽائي فقير جي پرسان هڪ چريو اچي لنگهيو ۽
ڪيس چيائين تہ اڙي هن گهوڙيءَ کي پاڻي پياري اچ ۽ اندر
پاڻي سان صاف بہ ڪريس هو لاچار گهوڙي ڪاهي آيو ۽ واٽ
سان سوچڻ لڳو هي صفا ڪرڻ وقت متان چڪ وجهي يا لتون
هڻي سو تلاءَ تي پهچڻ شرط زنجير هٿن مان ڪٽي ڦٽو ڪيائين
۽ گهوڙي جيئن پاڻي ڏنو تيئن اندر تمام وڏي پاڻي ۾ زنجير
گهلائيندي هلي ويئي اتفاقي زنجير گهوڙيءَ جي چنگهن ۾
وڪوڙجي تمام زور قابو تي ويو ۽ گهوڙي ٻڏڻ لڳي ايهو حال
ڏسي اهو سادو سهڪندو موٽي آيو ايراني فقير گهوڙي نہ ڏسي
ڪاوڙ ۾ چيو تہ۔

برائے ماده اسپ چميگوئي

يعني گهوڙي لاء چا تو چوين تون مطلب ته ڪاڏي وئي جو هتن خالي موٽي آيو آهين هن غريب چيو ته ائين ۾ سي ڦره جيئن پٽ ۾ ڏوٽي ايهو جواب خراب ٻڌي ايراني فقير وتائي فقير کي وڏي آواز وٺي واڪا ڪرڻ لڳو آخر ايهي رڙيون ٻڌي وتايو فقير گهر کان ٻاهر آيو ۽ چيائين گهوڙي ڪيڏانهن ڇڏي آئين خوف کان جواب ۾ چيائين ته زور سان منهنجي هٿن مان زنجير نڪري ويو ۽ پاڻيء وڏي ۾ ٻڌي رهي آهي. مون ايهو حال ڏسي اوهان ڏانهن آيو آهيان وتايو فقير ايراني فقير تڪا آيا ڏسن ته برابر گهوڙيء جو ساهه نڪري ويو آهي ۽ لڙهندي پئي وڃي گهوڙي جو مالڪ ڏاڍو رنو لاچاري ماٺ ڪري پيادو هليو ويو.

نقل (٢٢)

هڪڙي ڏينهن مسجد ۾ هڪ واعظ ڪندڙ واعظ تي ڪيو ته پردو رکڻ تمام ضروري آهي جنهن گهر ۾ پردو نه آهي تنهن گهر ۾ خير نه هوندو انهيء تقرير ۾ مرد زالون موجود هئا وتائي فقير ايهو ٻڌي چيو ته ايها سڀ لڄائي مردن جي آهي. جيڪي ڏاڙهي رکائي. دلا ديدان لڙائين تا.

ڏاڙهي پٽائي پتهنجي ــ خلل خون ڪرائين تا

نقل (٢٣)

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ ڏينهن هڪ ننڍو ڇوڪرو وتايو فقير جي دروازي پرسان پائخانو ڪري رهيو هو ته وتايو

فقير به پنهنجي گهر ڏانهن غصي ۾ اچي رهيو هو اوچتو چوڪر مٿان نظر پيس سو ڪيس تمام وڏي آواز سان رڙ ڪري چيائين ته چورا ڇا پيو ڪرين مگر هن ڪو به جواب نه ڏنو وري چيائين ته چوراٌ ڪنهن جو آهين چوڪر خوف کان اپ ڏانهن اشارو ڪري چيو ته منهنجو سنواءِ ڏٺي جي پيو ڪو ٻه ته آهي سو وتائي فقير سندس ٻانهن کان وٺي آٿي مسجد اڳيان ڇڏي چيو جيڪو تنهنجو ڏٺي سياليندڙ آهي تنهنجو گهر ايهو آهي پراوا گهر نه وڃاءِ پل اندر وڃي ويهه.

نقل (٢٤)

هڪ ڏينهن وتائي فقير کان ڪن ماڻهن مجلس اندر پڇا ڪئي ته ڪا امڙي پاڪ شي آهي جو سندس کائڻ مان دل کي نفرت اچي چيائين ته اتو پاڻيءَ سان ڳوهي پوءِ انهيءَ مان سوئر جي شڪل نامجي ته مسلمان اهو اتو نه کائيندا جيڪڏهن ڳئوءَ جي شڪل ٺاهي ٻاه تي پچائي ڪنهن هندو اڳيان آڻي ڪيس کائڻ لاءِ چئبو ته هرگز نه کائيندو ۽ کائڻ حرام ڀائيندو ۽ هندوءَ مسلمان جو جهيڙو ڀهريون پيٽ جي پوجا ٿي آهي.

نقل (٢٥)

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ ڏينهن وتائي فقير کي ڪنهن شادي جي موقعي ۾ شريڪ ٿيڻو هو سو ڇاڪاڻ ته جو تمام سوير آيو ۽ اچڻ سان هڪ ماڻهون کادي وت ڀيٽل ڏنائين ڪيس سڏي چيائين ته ڀهريان درويشن فقيرن کي کارايو پوءِ

برادري وارن کي سو انهيءَ شخص چيس تہ پهريان برادري وارا
کائيندا پوءِ جيڪو طعام بچندو سو فقيرن کي ڏبو فقير وتائي
کي تمام سخت ڪاوڙ لڳي سو اچڻ سان هڪ پاڙي واري کان
ڪپڙا ۽ هڪ گهوڙي گهرايائين ۽ تمام تنگ ڪيائين ويچاري
لاچار ڪيس گهوڙي ۽ ڪپڙا آڻي ڏنا وتايو فقير خوشيءَ مان
ڪپڙا پائي گهوڙي تي چڙهيو ۽ تمام وڏي عزت سان اتي آيو
پوءِ انهيءَ ساڳي ماڻهوءَ ڪيس ڏسي تمام گهڻي عزت ڏني ۽
دعوت کارائڻ لاءِ ويهاريو.

## نقل (٢٦)

عام طور مشهور آهي تہ هڪ ڏينهن هڪ شاهوڪار ۽
زميندار کي سندس نوڪر وتائي فقير بہ نسبت ڪيتريون تمام
عجيب ڳالهيون ٻڌايون تہ فقير وتايو خدا وارو ۽ پهتل شخص
آهي مهينو بہ زڪوات جو آهي تنهنڪري پهريان اهڙي پلاري
کي خير ڏيڻ سبب کان وڌيڪ آهي زميندار ايها ڳالهہ ٻڌي
گهوڙي تي چڙهي سڌو وتائي فقير وٽ آيو ۽ هڙ ٻڌل رپيا
ڪيس خيرات زڪوات ڏنائين وتايو فقير ڪنيون آيو مگر واٽ
تي خيال آيس تہ امان جا ڪپڙا وٺان يا ڏڳو خريد ڪريان
انهيءَ غرر ۽ خيال ۾ ڏٿي کي ياد ڪرڻ پلجي ويو ۽ هڪ وڻ
هيٺان ننڊ اچي ويس رستي مان لنگهندڙ ڪنهن شخص جي نظر
انهيءَ پئسن واري ڳنڍڙي تي پئي سو آهستي هٿ مان ڪڍي
ڪٽي هليو ويو وتايو فقير جنهن وقت جاڳيو ڏسي تہ هڙ آهي

ڪو نہ پوءِ تہ وٺي داتهون ڪوڪون ڪرڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ رڳو يا خدا ٿوزي عزصي لاءِ توکي مونکي خوش ڪرڻو هو ۽ مونکان ڪسي وري پٺي کي ڏيڻو هو حقيقت ۾ لچا لفنگ چور بدمعاش تنهنجي زور تي آهن ڇو تہ انهن جي بہ دعا قبول ٿو ڪرين تڏهن اڪين وارو بہ غريب انڌو ٿي وڃي ٿو. ڦورن ڪان ڦرجي وڃي ٿو. ڏاڍو آهين ڏاڍي جي لٺ ڪي بہ متا آهن.

## نقل (٢٧)

ڳالهہ ڪندا آهن تہ هڪ ڳوٺ ۾ شادي هٿي ۽ شاديءَ وارن فقير وتائي کي بہ دعوت ڏني هٿي آخر فقير ويو جڏهن دعوت جو ڪاڌو سندس اڳيان آڻي رکيائون تہ فقير ڪائي ڪو نہ ماڻهن چيس تہ فقير صاحب هيءُ ڪاڌو شايد اوهانجي طبيعت کي پسند نہ آهي تہ جيڪو حڪم هجي تہ ٻيو ٺهرايون فقير ڪو بہ جواب نہ ڏنو ۽ روئڻ لڳو سندس ايهو حال ڏسي سڀ حيران ٿيڻ لڳا ۽ سبب پڇڻ لڳا فقير چيو تہ ابا شاديءَ وارن کي خوشي ڪرڻي آهي باقي مون تہ اجائي آيو آهيان اوهان کي خوشي ڪندو ڏسي مون کي پنهنجي شادي ياد آئي آهي تڏهن تو روئان سياڻا سچ چئي ويا آهن تہ زر بسيار عشق ٿهہ پهہ مونکي بہ ناڻو هجي ها تہ شادي ٿي وڃي ها. پر سچائي ۾ عشق جيءَ جو جنجل پوءِ سيئي گڏجي فقير کي خاطري ڏيڻ لڳا تہ لکيو لوما ڪوٽ پيچي جيڪڏهن اوهان کي ٻي شادي لکيل آهي تہ ضرور قدرت سبب پيدا ڪندي ڏٺيءَ تي رکوءِ دعوت جو طعام کائو تڏهن فقير اهو کانو کاڌو.

## نقل (٢٨)

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ ڏينهن وتائي فقير پنهنجي ماءُ کي چيو ته رات ١٥ تاريخ شعبان جي ڏٺي سڳورو سڄي سال جو روزينو وراست ڪرڻ فرمائيندو آهي سو منهنجو خيال آهي ته اهڙي ڀلاري رات مسجد ۾ نماز پڙهان شام واري وقت وڃان آخر بانگ کان ٿورو اڳ آيو ۽ مسجد ۾ ڀيل ڪيترا ٿانو حلوي ۽ ماني سان ڀريا رکيل ڏٺائين ۽ مسجد جو ملو سڀ حلوا ۽ ڪيهه ڀڪل مانيون ڪٺندو مسجد ۾ اندر رکندو ٿي ويو وتائي فقير دل ۾ خيال ڪيو ته شايد اندر به جماعت آهي جن کي ڏيندو مگر جڏهن پڪ سان ڏٺائين ته جيترا ٿانو اندر ملو کڻي ويو ته جلد ۾ ٻاهر خالي ڪري آڻي رکيائين سو ڄاتائين ته ايهي سڀ ٿانو جيترا اندر کڻي ويو سي پنهنجي گهر لاءِ رکيائين باقي ڪڙ جا حلوا ۽ ٿلها ڍڪڙ ماني حاضر جماعت جي اڳيان رکيائين وتايو فقير ڪاڻ لاءِ نه ويٺو پري کان رڳو ايهو چرچو ڏسڻ لڳو هڪ مسجد ٻيو ڀلاري ۽ تعظيم واري رات جڏهن جماعت ڪاڏو ڪائي نماز مغرب پڙهي دعا گهريائون ۽ گهر وڃڻ لڳا تڏهن ملان وتائي فقير کي چوڻ لڳو ته فقير ڪيترا سارا حلوي جا ٿانو آيا مگر تو ڪجهه نه ڪاڏو ڇا سبب آهي مونکي ٻڌاءِ فقير چيس تنبکر تنهنجي هٿ ۾ سو به خدا جي گهر مان کهڙي نه سهڻي تقسيم ڪئي اٿئي جيترا ماٺهو تيتريون مانيون انصاف آهي ۽ عجب تو اچي تو جهڙا غريب به موجود هجن جو عيد رات به پنهجي گهر ۾ ماني نه لهن ۽ خدا

جي گهر ۾ ويهي چوري ڪن ملڪيت مسڪينن جي آسودا ڪٽن تون غريب نه آهين ايهو مسافرن جو پهريان حق آهي ٻيو نمبر جماعت ٽيون نمبر تون جيڪا بچت ٿئي تنهن مان به ايترو اندازو توڪي ڪٿو آهي جيترا گهر جا ڀاتي هجن باقي ايها وراست جو ٢ حصا تون ڪٽي ٽيون حصو سڀ جماعت ايها عادت بلڪل خراب آهي ملي جڏهن ايهي حق جا سچا الفاظ ٻڌا تڏهن رکيل طعام مان فقير کي چيائين ته جيڪو اوهان کي وٺي سو ڪٿو مگر مونکي بدنام نه ڪيو آءِ اڄ انجام تو ڪريان ته آئينده اهڙي طرح نه ڪندس باقي بچت هوندي ته ٻوءِ ڪٽندس.

## نقل (٢٩)

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ ڏينهن مجلس ۾ تمام گهڻا ماڻهو موجود هوا ۽ وتائي فقير کي چوڻ لڳا ته پنهنجي لاءِ ايها دعا گهر ته اي ڏاڻي مونکي تونگر ڪر جواب ۾ چيائين ته نر منجهان ٿيان مادي. اهڙي ڪريان ڇو يلا پاڻ سان ناحق تادي. دنيا جا طالب عورت مثال آهن ۽ عقلي يعني آخرت جا طالب ڪدڙي وانگر آهن باقي مولا جا طالب بيشڪ مرد يعني نر آهن تنهنڪري ايها غريبي يلي آهي رڳو ديدار الاهي نصيب ٿئي باقي بهشت ۽ حورن جي ڪابه طلب يا ضرورت نه آهي. اسانکي الف آ ڪافي ب بس آهي ڏيو معافي.

## نقل (٣٠)

ڳالهه ڪندا آهن ته وتائي فقير جي ماءُ تمام سخت بيمار

ني پڻي سو پاڙي وارن وتائي فقير کي چيو تہ ڪنهن حڪيم سياڻي کان علاج ڪراءِ جواب ۾ چيائين تہ جيڪڏهن حياتي آهي تہ مماتيءَ کي جواب آهي جيڪڏهن ڏينهن سندس پورا ٿيا آهن تہ پوءِ حيلا حوالا سڀ بيڪار آهن توهان جي دل چوي ٿي تہ ڀل ڪٽي ڏيکاري اچوس باقي منهنجي دل ۾ ڌقعي دو ڪرائڻ کان بيزار آهي سندس مائٽ زور سان علاج لاءِ ڪٺي ويا مگر ڪو بہ فائدو نہ ٿيو آخر وتائي فقير جي ماءُ فوت ٿي وئي ڪيس قبر ۾ دفن ڪري آيا ڳوٺ جا سڀ ماڻهو فقير کي عذر خواهي چوڻ آيا ۽ چيائونس تہ ڪانڊپو بہ ڪرڻو پوندو ڪانڌي قبرستان کان جيئن موٽي اچن تہ اچي اهو ڪاڙو ڪائن فقير جواب ۾ چيو تہ جنهن گهر ۾ ماڻهو فوت ٿيندو آهي تہ ٽي ڏينهن انهيءَ گهر جو پاڻي يا ڪاڙو کائڻ مڪروه آهي اهي ڪانڌيا يا جمعاڻا هترادو بنايل آهن هڪ امڙ جو غم ٻيو وري منهنجو بہ آندو آهي توهان چڱي تائين دم اهي توهان پاڙي وارن کي ڪرڻا آهن نيٺ اوهان جا بہ مرڻا آهن اوهان پوءِ سڀ چٽل آهيو. يا جواب ڏيو جي ڪتل آهيو ويچارن پاڙي وارن پاڻ سمورا خدارا خرچ پورا ڪيا.

نقل (٣١)

ڳالهہ ڪندا آهن تہ هڪ ڏينهن وتائي فقير جي پاڙي ۾ هڪ سودو زميندار ماڻهو فوت ٿي ويو هو سو جڏهن ملان ڪيس غسل ڏئي قرآن شريف اسقاط بخشڻ لڳو تڏهن وتائي فقير چيس تہ هاڻي توکي ڪا ميڻهن يا ڳئون ڏين تہ پوءِ

وڏيرو سڏو بهشت ۾ هليو ويندو ڀلا اهو طريقو جائز هجي ها تہ عربستان ۾ عرب ضرور ڪن ها تہ عربستان ۾ نہ ترڪستان ۾ باقي اسانجي ملڪ تي مولا ماڙ ڪئي جو ملان ڪي رشوت ڏئي جنت جا حقدار ٿي سگهن ٿا جنهن قرآن جي حڪمن جي پيروي نہ ڪئي انهيءَ ڪي اسقاط جا ڪندو اهي اتڪلون ڪڍهن ڪو نہ هلنديون اڳيان پادر پسايا رکيا آهن. اجايون ٽيڪونءَ واريون ٽيڪان آهن.

## نقل (٣٢)

ڳالهہ ڪندا آهن تہ روزن جي مهيني ۾ وتائي فقير آخري جمعي جو روزو رکيو سو صبوح جو ڪپڙا ڌوئاري جمعي جي نماز تي آيو اهڙي طرح شام جو روزي کولڻ لاءِ بہ مسجد ۾ اچي ويٺو بانگ تي جماعت روزو کولڻ لڳي ملا فقير اڳيان دال جو ٻوڙ ۽ جوئر جي ماني آڻي رکي باقي گوشت جو ٻوڙ آسودن جي اڳيان رکيائين ٻن شخصن جو پاڻ ۾ سخت ڪائڻ تي جهيڙو ٿي پيو هڪ چيو تہ گهر ڪان پٽاٽن جو ٻوڙ ڪٽي آيو آهين ۽ سو اهو توکي نتو وٺي جا جو ٻين جا ڪاڏا ٿو ڪائين مسجد ۾ روزو کولڻ رکو چڱي طعام ۽ گوشت جي ٻوڙ لاءِ ايندو آهين تڏهن انهيءَ جواب ۾ چيس تہ تنهنجو نفس گهري ٿو باقي منهنجو نفس نہ گهرندو آخر تمام گهڻ وڏ مڪ ٻئي ڪي ڳالهائي جڏهن بس ڪيائون تڏهن وتائي فقير ملا کي چيو تہ توکي نهايت وڏي شاباس هجي جو مون کي دال جو ٻوڙ ڏنو اٿيئي جيڪڏهن منهنجي نفس ڪتي کي گوشت جو ٻوڙ چکائين

ها ۽ مزو وٺائين ها تہ ڏهاڙي پيو اچان ما وڏا جهيڙا ڏسان ها. اهڙا ماڻهو جيڪي روزانو مسجد ۾ چڱا طعام کائن تا انهن کي رمضان گذري وڃڻ تي ڏاڍو ڏک ٿيندو ۽ شام جي وقت گهڻو ياد ايندو افسوس ڪندا ۽ اهڙي طرح پيا چوندا. شال ڪاڏا اهڙا پيا تا تکيون. ڊاکون ايندا هوا جي ڊکيون هاٿي مريڙن جون تکيون. اي ماهہ رمضان الوداع.

## نقل (٣٣)

وتائي فقير کان پڇيائون تہ ملن ۽ فقيرن جو پاڻ ۾ سخت جهيڙو آهي سو ٻڌاءِ تہ انهن مان ڪهڙو حق تي آهي چيائين سچو فقير سچو ملا ڪڏهن بہ پاڻ ۾ نہ وڙهندا ملا ڪي جاڻ هوندو. فقير کي سڃاڻ هوندو باقي جيڪي وڙهن ٿا. ۽ جهيڙا فساد ڪن ٿا اوهي رستي کان ٻليل آهن. انهن لاءِ دروازا ڪليل آهن ڪي ڏسي وائسي مٽ پين ٿا تہ ڪي ڊوندِ حرام کائيندا رهن ٿا جن جا ايهي خيال آهن اوهي انڌي جي مثال آهن.

## نقل (٣٤)

ڳالهہ ڪندا آهن تہ هڪ ڏينهن مجلس ۾ ڪنهن شخص وتائي فقير کي چيو تہ فقير ڪپڙا تہ اڳين زماني جا ۽ وڏن جي هٿ جا پاتا اٿئي فقير جواب ۾ چيس تہ ڏاڏي مرڻ مهل چيو هو تہ جيڪي بہ ڪپڙا آهن سي هڪ صندوق ۾ وجهي منهنجي پرسان دفن ڪجو ڪيترا سال پوريل هوا بابي مونکي اوها ڳالهہ بہ ٻڌائي هئي ۽ جاءِ بہ ڏيکاري هئي مگر خيال دل تان لهي ويو هو ۽ ياد نہ هوا تنهنجي پيءُ جي مرڻ واري ڏينهن ياد

آيا سو قبر کنندڙن کي چيم تہ هت کٿون تورو کوڻڻ کان پوءِ
وها صندوق لڌي ۽ تنهنجي پيءُ جي صدقي کپڙا لڌا ۽ ياد آيا
ڳالهہ کرڻ واري کٿي چپ کئي ۽ نهايت غلطي کيل مٿان
ارمان کيائين.

نقل (٣٥)

ڳالهہ کندا آهن تہ وتائي فقير کان هک ڏينهن هک
هندو سوال کيو تہ پيائي وتومل تون کهڙي ڏک کان هندو
ڌرم ڇڏيو ۽ مسلمان ٿيو آهين وتائي فقيرُ جواب ۾ چيو تہ
مون هاڻي انهيءَ ڏٺيءَ جي بندگي کندو آهيان جيکو بي مثال
آهي نہ بتن وانگر نهيل آهي نہ کنهن جو بڻايل آهي جو پاڪ
آهي نہ کنهن کي ڄڻيو اٿس نہ کنهن جو ڄاول آهي باقي
توهان جا گهڻا خدا آهن اسان مسلمانن جو هک خدا آهي ايهو
ٻڌي انهيءَ هندو چيو تہ تون چريو آهين تڏهن مسلمان ٿيو
آهين سياڻو هجين ها تہ ايهو کم هرگز نہ کرين ها وتايو
فقير چوڻ لڳو تہ چريا کريا آهيون تہ بہ ڏٺي جا آهيون سو
پيل جي پن تي پينسري پر ميشور وانگر نہ وڃائيندس تہ
لامن ۾ لڙکندس اسان وڻ جي ٿڙ کي پکڙيو آهي توهان ڏارن
کي ايهو ٻڌي انهيءَ هندو کئي مات کئي.

نقل (٣٦)

ڳالهہ کند آهن تہ هک ڏينهن وتائي فقير کي کنهن
شخص چيو تہ فقير سياڻي محرم جي ڏهين تاريخ آهي ۽ امامن
جي ماتم جو ڏينهن آهي جواب ۾ چيائين تہ ماتم يا افسوس

دل ۾ ڪجي ياقي ظاهري خلق جي ڏيکارڻ لاءِ نه.آهي امامن جي حبداري ۾ محبت سچيءَ سان ڳجها ڳوڙها هارجن خلق کي ڏيکارجن ياقي ځلوا ڪيرٽيون ڪاڻڻ لڏون يا جليبيون آٽي پاڻ کي زور سان حبدار بتائڻ ايها رڳو حماقت ۽ نالائقي آهي نالي ۾ عاشورا ياقي عيد ڪان به وڌيڪ شيون خلق کائي تي ۽ ڪپڙا نوان پائي تي ڌٽي ظاهر جي ڏيک ويک ڪان وڌيڪ پسند ڳجهي روئڻ ۽ روزي رکڻ ۽ نفل پڙهي شهيدن جي. ارواح کي بخشيندڙ لاءِ ثواب وڌيڪ ڏيڻ جو حڪم فرمايو آهي. پيو سڀ نمونو اجايو آهي.

## نقل (۳۷)

وتائي فقير جي ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ ڏينهن وتائي فقير کي گهٽن ماڻهن اچي سخت تاڪيد ڪيو ۽ چوڻ لڳا ته فقير وتايا تون اجا جوان آهين تنهنڪري ٻي شادي ڪر چيائين ته رڳو زبان سان چئو ٿا يا دل سان مونکي اهڙو سچو همدرد تظر ڪو نه ٿو اچي مک سٺيءَ شيءِ تي وهندي آهي جهڙي طرح وڏا پهاڪو ڏيندا آهن ته شاهوڪار جا سالا به گهڻا پر غريب جو پيٺوو به ڪو نه ٿئي جيڪڏهن اوهان مان ڪوئي مونکي سگ ڏئي ۽ منهنجي خوراڪ پوشاڪ جو واعدو ڪري ته مان تيار آهيان ايهو ٻڌي سڀ ماٺ ڪري ويٺا.

## نقل (۳۸)

ڳالهه ڪندا آهن ته وتائي فقير ڪنهن شخص کي چيو ته گهوڙي کي گهوڙو ڏيارٽو آهي سو گهوڙو ڪاهي اچ اهو

شخص گهوڙو ڪاهي آيو گهوڙي سائي ڪيائين گهوڙي جي آئيندڙ وتائي فقير کي چيو ته گهوڙي ڍڪ ڏيڻو پوندو ۽ مالڪ هڪ رپيو طلب ڪري رهيو آهي سو اوهان کي ضرور ڏيڻو پوندو وتائي فقير چيس ته اڳ ڪيترا دفعا سون گهوڙيءَ کي گهوڙو ڏياريو آهي ته ڪنهن کي ڍڪ نه ڏياريو آهي باقي تون جو نئون قاعدو تو ڪڍين ته پل پنهنجي گهران پري ڏي اسان ريبو ته ڇڏ پر تڪو ڪارو به نه ڏيندسي آخر غريب پنهنجي گهر ڪان گهوڙي جي مالڪ کي هڪ رپيو پري ڏنو ۽ وتايو فقير گهوڙيءَ جو لغام زور سان ڪسي روانو ٿي ويو.

نقل (٣٩)

ٻالهه ڪندا آهن ته وتايو فقير هڪ ڳوٺ مان ٻي ڳوٺ ڏانهن پيادو ٿي ويو ته رستي ۾ ماڻهن جو ميڙ نظر آيس دل ۾ خيال ڪيائين ته هي تمام گهڻا ماڻهو ڇا لاءِ گڏ ٿيا آهن اندر وڃي ڏسي ته هڪ ڳائڻ واري عورت آهي جا سڀ کي ناچ ڳاني ۽ اکين جي اشارن سان موهي رهي آهي سو جڏهن فقير جي پرسان آئي کيس ڏسي چوڻ لڳو ته اسانجو کيسو خالي آهي توکي ڇا ڏيون باقي اهڙا ماڻهون ڳولهه جن تي تنهنجو جادو هلي ۽ اثر به ڪري ڇڪر ۾ سڀ جو منهن ڇتائي ڏس ڪيترائي دل جا قتيل ۽ سوز سڙيل نظر ايندءِ مطلب ته وارو نه وڃاءِ جيڪي ڳائين ته ڳاءِ انهن وڇڙيلن جي دل کي ڏي دلجاءِ پوءِ تنهنجو کيسو خوشيءَ سان گرم ڪندا. ڳائڻ واري کي ايها صلاح پسند آئي ۽ دل وڻندڙ اهڙو راڳ ڇيائين جو ريٽي تي

رپيو پيو ڪري خوب ڪڙڪو نديو ۽ وڏ پي چوي سڀ پيو هرڪو ته واه راڳ ڏاڍو مزيدار آهي.

نقل (۴۰)

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ عورت جو گهر فقير وتائي جي گهر سان لڳ هو فقير وٽ جيڪي ماڻهون ايندا هوا ته کائڻ لاءِ طعام يا پيون شيون سڀ ڏيندا هوا ۽ فقير وتايو اوهي ننڍڙن ٻارن کي سڏ ڪري ڏيندو هو يا وهاري گهڻي قدر ته ڪارائي ڇڏيندو هو اها عورت ڏسي سڙندي هئي مگر ڳالهه ڪيندي هئي هڪ ڏينهن تمام عمدو طعام پيا ڪجهه مناڻ جا قسم آيا عورت به جهيڙي جا ڪيا سخت سعيا نساڙ جهلي نه سگهي ۽ وتائي فقير کي چوڻ لڳي ته خوشامد به انهن سان ڪرين جيڪي تنهنجا پورا واقف به نه آهن باقي پاڙي وارن کان توکي نفرت ايندي آهي بداء ته پيلا چوندا آهن ته پاڙو پيغمبرن کي پيارو تون پاڙي وارن سان ڪهڙي هلت ڏنگي تو هلين ۽ مون کي ڏسي ويتر جوش اندر تو جلين مائي ڏاڍو وات ڪيو مگر وتائي صبر اختيار ڪيو جڏهن اها عورت متو هٽي تڪي تڏهن فقير متهن متي ڪٽي چيو ته اي مولا پاڪ هن ڪندي عورت ۽ انهيءَ پلا کان جنهن کي به منهن آهن تنهن کان بچاءِ سڄو ڏينهن متو ڪائي وٽي بس به نتي ڪري ڇائيءَ پٽي توڙي مون نتو ڪيان تڏهن به مڙي مور ڪونه فقير جي پٽڻ ڪڙڻ تي ٻين عورتن گهڻو سمجهايو تڏهن مجبور تي ماٺ ڪيائين فقير جي جند ڇڏيائين.

## نقل (۴۱)

ڳالهه ڪندا آهن تہ وتائي فقير کي هڪ وڏيري ڪمدار موڪلي گهرايو فقيرُ جڏهن پهتو تہ ڇا ڏسي هزارين ماڻهون اچي ڪٺا ٿيا آهن ۽ وڏيرو صاحب هڪ ڪرسي تي ويٺو آهي فقير پهچڻ سان السلام عليڪم چيو وڏير وعليڪم السلام ڪيو پاڻ ۾ مليا فقير صاحب کي ڪرسيءَ تي وهاري ڇوڻ لڳو تہ تماشا سڀ ڏٺي سڳوري پنهنجي بندن لاءِ خلقيا آهن جيئن تہ ڪتي جي ويڙه رڇ جي ويڙه ۽ سوئر جي ويڙهہ ٻيا بہ ڪيترا ناٽڪ تماشا آهن سي انهيءَ لاءِ آهن تہ اسان دل کي خوش ڪريون وتائي فقير چيو تہ مروان موت ملوڪان شڪار يا ڪتيءَ کي پيٽ ۾ سور مالڪ جي شڪار لاءِ ٻچ هوندي آهي ساهہ سڀ کي مٺو آهي هو غريب ڳڳدام جانور آهي ڪتي کي سڀ ڪان وڏيڪ ڇاڻ سڃاڻ آهي جيڪي ڪتا ويڙهائن ٿا اوهي رات ڏينهن ڪتن جي تعريف يا ڳالهہ ڪندا آهن رڇن وارا تعريف رڇ جي ۽ سوئر ويڙهائيندڙ سوئر جي تمام ڪهڻو ويڙهائي ۽ کهڻي تعريف ڪري آخر خواب بہ رات ڏينهن اهڙا ڏسندا آهن تان جو انهن جو اٿڻ ۽ ويهڻ ۾ ننڊ ۾ جاڳڻ ۾ ڪتا ۽ رڇ ۽ مرون پيا ياد ايندا آهن ۽ پنهنجي مالڪ کان صفا ڀلي ويندا آهن اهڙن تماشن جي ڪمن ۾ رحمان راضي نہ ٿيندو آهي مگر شيطان راضي هوندو آهي حلاليءَ جو مال زڪوات سان حلال ۽ حرامي جو حرام ۾ وڃائڻ سان حرام تي پوندو آهي هي جيترا هزار ماڻهو جو تو گڏ ڪيا آهن انهن جو بار قيامت ۾ تنهنجي مٿان پوندو ايترو بوجهو تون ٻڌاءِ تہ

ڪيئن ڪٽي سگهندين تون ته پنهنجو بار ڪنيو يا پاڻ ڇڏايو ته لک ٿيو.

## نقل (۴۲)

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ ڏينهن وتائي فقير کي ڪنهن شاديءَ جي موقعي تي دعوت مليل هئي ۽ شاديءَ وارن به ڪا رنڊي ڳائڻ واري گهرائي هئي وتايو فقير به ويو ڇا ڏسي ته ناچ گانا دهل تماشا لڳا پيا آهن هڪ غريب شخص اک کان ڪاڻو هو وتائي فقير جي ويجهو ويٺو هو رنڊي شروعات ۾ ڦيريائين ايهو مصرع ڇڪر ۾ انهيءَ ڪاڻي کي ويجهو اچي چيائين. اي ڪانا مين تيري ڪيسي بات ڪهون. غريب ڪاڻي ڪيسي مان هڪ رپيو ڪڍي ڏنائيس رنڊيءَ دل ۾ خيال ڪيو ته منهنجو گانو رڳو هن ڪاڻي برابر پوريءَ طرح سمجهيو آهي سو وري ٻي ڇڪر ۾ به انهيءَ جي پرسان اچي چيائين ته اي ڪانا مين تيري ڪيسي بات ڪهون وري بہ انهيءَ غريب ڪاڻي رپيو ڪڍي ڏنائينس جڏهن ٽيون ڇڪر ڦريءَ ڪاڻي کي ويجهو آئي تڏهن به چوڻ لڳي ته اي ڪانا مين تيري ڪيسي بات ڪهون تڏهن انهيءَ غريب ڪاڻي شخص رنڊيءَ کي چيو ته پلا ٻڌاءِ ته تون جو هر هڪ ڇڪر ۾ منهن جي منهن سامهون اچي چوين ٿي ته اي ڪانا مين تيري ڪيسي بات ڪهون مون رڳو مڪائي ٻير ڪاڌو آهي يا ٻيو ڪو گناهه ڪيو هي انهيءَ ٻير جي ڳائڻ سڀبان مون ڦيرين ڇڪر ۾ توکي رپيو ڪڍي ڏنو ته جيئن ايهو راز ٻير ڳائڻ وارو ظاهر نه ڪري وري تو ٻيو ڇڪر ڏنو منهنجي ڀر ۾ اچي منهنجي منهن

سامهون بيهي تو چيو ته اي ڪانا مين تيري ڪيسي بات ڪهون ته وري پيو رڀيو ته ڏنو هائي باقي ڪيسي ۾ اٺ آنا بچيا آهن سي توکي ڏيان يا ٻچن لاءِ ڪا شيءِ وٺي وڃان وتائي فقير کي دانهن ڏيڻ لڳو ته فقير صاحب مون باغ ۾ پائخانو ڪرڻ ويو هوس مٿان مڪائي ٻير مان هڪ ٻير هيٺ اچي منهنجي پير ۾ پيو مون اهو ڪاڏو سو من رنڍيءَ کو ڪائيندو ڏنو آهي تنهنڪري هيڏانهن اچي ٻه دفعا چيائين ته اي ڪانا مين تيري ڪيسي بات ڪهون سو ٻن چڪرن ۾ ٻه رپيا ڏنم ته شايد هن کي خبر آهي ٻن رپين سان ايها بدناميءَ لهي پوندي مگر ته ٻه جند نه ڇٽي لاچار باقي وڃي ڪيسي ۾ اٺ آنا رهيا سي ٻه هن کي ڏيان ته پنهنجي ٻارڙن لاءِ ته ڪجھ وٺي وڃان ايهو ٻڌي ڳائڻ واري حيران ٿي وئيءَ چوڻ لڳي ته مون کي تنهنجي ٻير ڪائڻ جي ڪهڙي خبر مون ته ايئن ٿي چوان ته اي ڏٺي مان تنهنجي ڪهڙي تعريف ڪيان فقير وتائي ڳائڻ واريءَ کي چيو ته تون هنجي پرسان اچي ايهي الفاظ نه چؤ باقي ٻيا ڪهٽا ماٿهون آهن هيءَ غريب پاڻ ڏانهن پيو پائين تنهنڪري ٻه رپيا هرو ڀرو ڏنا اٿس تو اهڙو راڳ جو شوقين ڇاتو آهي جو انهيءَ جي منهن ۾ چتائي ڏسي ايهو مصرع چوين ٿي هن غريب خوشيءَ سان نه ڏنا آهن تنهنڪري ايهي ٻئي رپيا انهي کي موٽائي ڏي آخر وتائي فقير ڏنل ٻه رپيا انهيءَ غريب ڪائي کي ڳائڻ واري کان واپس وٺائي ڏنا.

پورو ٿيو

# تفسير تنوير الايمان سنڌي

تصنيف:
حضرت مولانا محمد عثمان نورنگ زاده رح

تفسير تنوير الايمان مڪمل سنڌي ۾ پهريون تفسير آهي
جنهنجو نظير سنڌي زبان ۾ ملڻ مشڪل آهي
جديد ڪتابت مع اضافات جديده ۽ قرآن مجيدجي متن
۾ ڪنهن به قسم جي غلطي نه
اعلیٰ قسم جو پنو ۽ ريگزين جلد
سائيز — ٣٠ - ٢٠
- ٨

توفيق احمد

مولوي محمد عظيم
ڪتب خانه شامي بازار
شڪارپور

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاڻُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڙ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي -non commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَڙَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَڙَ پَڙَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)